# سچڻ جي ياد ۾

(شاعري)

حضور بخش شاهه حضور



3-11-1998.



# سجڻ جي ياد ۾

(شاعري)

## حضور بخش شاهه حضور


پربت پبليڪيشن

خيرپور سنڌ.

# پريت پبليڪيشن جو ڇهون ڪتاب

ڪتاب جو نالو: سڄڻ جي ياد ۾
شاعر: حضور بخش شاه حضور
سال: اپريل 1993
ڳاڻيٽو: هڪ هزار
ڇاپو: پهريون
ملهه: ڏهه رپيا

# پبليشر نوٽ

سنڌي ٻولي جي شاعري ڪلاسيڪي شاعري مان جديد سنڌي شاعري جي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪئي آهي. سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعري جو سنڌ جي تاريخ ۾ گهرو اثر آهي. پوءِ اها تاريخ ديني هجي سماجي هجي يا سياسي. ڪلاسيڪي شاعري ۾ روحاني رمزون سانديل هونديون آهن. جيڪي انسان جي شعور ۽ لاشعور کي حقيقت ۽ معرفت جو گس ڏسينديون آهن. جن جي آڌار تي سچ کي سڃاڻڻ جي پرک حاصل ٿئي ٿي.

اڄ به اسان وٽ ڪلاسيڪي شاعريءَ جي اوتري اهميت آهي. جيتري اڳ هئي. ان جو مثال جديد دور جا صوفي شاعر آهن. جن کي تمام گهڻي انداز ۾ پڙهيو ۽ ٻڌو وڃي ٿو.

حضور بخش شاهه به انهيءَ رندي رمزن وارو ڪلاسيڪي شاعري جو پانڌيئڙو آهي. جيڪا، الستي قولن سان ٽمٽار وحدت حقيقت ۽ معرفت جي رنگ ۾ رچيل آهي. سندن سنڌي ، اردو، سرائيڪي، هندي ڪلام جو تعداد هزارن ۾ آهي. ان ڪانسواءِ سندن عربي ۾ به ڪلام موجود آهي. هن دور ۾ اهڙي ڪلاسيڪي صوفي شاعر جو هجڻ ڪا گهٽ ڳالهه ناهي. ڇوته جڏهن اسان سندن زندگيءَ جو جائزو وٺنداسين ته ظاهري علمي قابليت سواءِ ٿورن سنڌي ۽ ڪجهه انگريزي درجن ڪان سواءِ ڪجهه به ناهي. پر سندن ڪلام ۾ جيڪا رمزي صلاحيت سمايل آهي. ان مان پروڙ پئي ٿي ته حضور بخش شاهه جن ويهين صدي ۾ پنهنجي والد انور علي شاهه جن ڪان پوءِ باڪمال شاعر آهن. سندن هيو ڪلام پڻ ديوان يا رسالي جي صورت ۾ ڇپيايو ويندو. هن وقت ڪجهه ڪلام جو حصو اوهان آڏو پيش ڪجي ٿو. پنهنجي راءِ کان ضرور آگاهه ڪجو.

ممتاز بخاري
پوسٽ باڪس نمبر 102
سکر

# تعارف

حضور بخش شاھ جن 22 اپريل 1941 تي صوفي بزرگ ۽ شاعر انور علي شاھ بخاري جي گھر ۾ جنم ورتائون. ھن وقت درگاھ انور علي شاھ، جھانپور شريف جا سجاده نشين آھن.

سندن والد محترم انور علي شاه صاحب حال ، شريعت، حقيقت ۽ معرفت جا مالڪ ھئا. حضور بخش شاھ ڪائن ھدايت حاصل ڪئي. پاڻ ھن وقت شاعر ۾ آھن تہ فقير ۽ درويش بہ. پاڻ سخي ، راڳ ويراڳ جا چاھو ۽ صاحب حال آھن. ھن وقت سندن ڪيترائي طالب آھن . زائرين جي ھجومن کي پنھنجي ھٿ جي پاڄھ سان نوازيندا رھن ٿا. ۽ سوالي بہ ڪڏھن خالي ناھي موٽيو. ھن وقت سندن ڄمار 52 سال آھي. ڪين چار فرزند، انور علي شاھ (مست) صحبت علي شاھ ، منور علي شاھ ۽ تصور علي شاھ آھن.

حضور بخش شاھ جن ابتدائي سنڌي تعليم ڳوٺ جھانپور مان ئي حاصل ڪئي. ٿورڙي تعليم ھوندي سندن ڪلام، سنڌي ، سرائڪي، ھندي ، اردو ۽ ٻين ٻولين ۾ ڏاڍي ڪمال سان موجود آھي. ننڍپڻ کان ئي مستيءَ جي عالم ۾ رھندا ھئا. سائين انور علي شاھ جن رحلت کان چاليھ ڏينھن اڳ ڪين گھرايو ۽ پنھنجو طالب ڪيو. والد ۽ مرشد جي رحلت کانپوءِ ڪين دنيويءَ ديني بار ڪڻڻو پيو. پاڻ فقراءُ سان ھر حال ۾ گڏ آھن

راڳ ويراڳ ۾ چڱي خاصي رغبت سان فقراءُ جو ساٿ ڏيندا پيا اچن. ڪين سرن ۾ ڪمال مھارت حاصل آھي.

سندن شجرو ھن ريت آھي. صوفي سيد حضور بخش شاھ ولد فقير صوفي انور علي شاھ صاحب ولد مخدوم خدابخش شاھ ولد جمن شاھ ولد نورنگ شاھ، ولد پلي شاھ، پنجن واسطن کانپوءِ عبدالڪريم شاھ سبي وارو، چوڏھن واسطن بعد جھانيان جھان گشت وارو، ان کانپوءِ ٻارنھن واسطن بعد امام نقي عليہ سلام جن سان وڃي ملي ٿو.

سندن شعر ۾ تخلص ، حضور ۽ حضورڻ آھي. سندن وحدت سان الحاق رکندڙ آھن. جن ۾ عشق جي رمز سمايل آھي. شعر ۾ تجنيسون استعاره، حوالا، اشارا ڪنايہ بہ درج آھن.

حضور بخش شاھ جن سنڌ جي ڪيترن ئي صوفي شاعرن کي جواب بہ ڏنا آھن.

---

"سڄڻ جي ياد ۾"

سچل سرمست جو ڪلام:

اڻ نهين تو اُڻ نهين، ي ڪون پيا ہلينداٗ.

جواب ۾: اِڻ سهي تو اُڻ سهي، اِهو آپ پيا ايندا.

بيدل جو ڪلام: جنهن نون عشق بناوي راه.

جواب ۾: (جيڪو هن ڪتاب ۾ بہ آهي)

عشق اساڏا ڪعبا قبلا ، عشق اساڏا امام.

ان ڪانسواءِ حضورڻ سائين، غمدل فقير، اشرف شاھ اشرف، فقير محمد ڪتياڻ، ٻيدل فقير، رکيل شاھ ۽ خواجا غلام فريد جي جواب ۾ جيڪو ڪلام چيو آهي. اهو حضور بخش شاھ جن جي مڪمل ديوان ۾ ڏنو ويندو. في الحال هي ننڍڙو مجموعو پيش ڪجي ٿو. جنهن مان سندن طالب لاڀ ماڻيندا.

# عنايت الله دايو

درگاھ جهانپور شريف

تعلقہ گهوٽڪي ضلع سکر

# ڪلام

١. ٿيو ديدار دلبر جو - صدق لک وار بِسم الله :
ڪليا گل باغ گلزاربون - چمن گُلزار بِسم الله
٢ اکين مُنهنجن ڪيون عيدان-ملايون دوست آهن ديدان
سدا دلبر ۾ اُميدان - نظر نروار بِسم الله
٢. ٿيو روشن اگڻ سارو : ڏٺم چو طرف چمڪارو
مليو محبوب دل وارو : صحن سرڪار بِسم الله.
٣. آيو جلوه نُما جاني : ٿيان قدمن تان قرباني
ڪري پنهنجي مهرباني : آيو دلدار بِسُم الله
۴. آيا دردوست دل وارا : ويا ورهين جا غم سارا.
وسايا يار او تارا : اچي انوار بِسُم الله.
۵. آهين حضور حق هادي: ڪئي آ عشق امدادي
مِٺا محبوب تون مهدي : صنم سردار بِسُم الله.

---

"سچل جي ياد ۾"

صدا تو ڪي پڪار ديڻ [illegible]

# ڪلام

اچڻ ٻه ڏکيو آ - وڃڻ ٻه ڏکيو آ.
لڳل نينهن ناتو ٽٽڻ ٻه ڏکيو آ.

١. دل جِي لڳيءَ کي هٽائي نہ سگهبو.
لکيو انگ ازلي مٽائي نہ سگهبو.
ائين پيار ڪنهن سان ڪرڻ ٻه ڏکيو آ.

٢. انهيءَ پيار ۾ ئي جدائي ٻه ٿيندي.
گڏجي وري الوداعي ٻه ٿيندي.
سڪ جي سڳي کي ڇنڻ ٻه ڏکيو آ.

٣. اها عشق آتش وسامِي نہ سگهندي.
اَندر ئي اندر ۾ ڪامي نہ سگهندي.
اهو سور سرتي سهڻ ٻه ڏکيو آ.

۴. حضورڻ حياتي لاچار ٿي وئي.
محبت اوهانجي اختيار ٿي وئي.
مرڻ ٻه ڏکيو - جيئڻ ٻه ڏکيو آ.

# ڪلام

محبت جي ماريل : مريضن کي ڏسجانءِ
ڪنل عشق وارن: شهيدن کي ڏسجانءِ

١ : پسائج اُنهن کي ديدار پنهنجو
جَنهِين سان ڪيو ٿِي اقرار پنهنجو
نظرن جي گهايل غريبن کي ڏسجانءِ

2 : مرڻ کان اڳيئي جيڪي موِي ويا
جَليو جگر جن جو جهورائي جُهري ويا.
اجائِي انهن جي اُميدن کي ڏسجانءِ

3 : اُلفت تنهنجي ۾ سدائين سڪايل
سِڪن پيا هميشہ درشن جا سائل
تنهين قرب وارن قريبن کي ڏسجانءِ

4 : حضورڻ کي ماريو تنهنجي جُدائي
ڪري ياد پنهنجي واعده وفائِي
قتيل هن فيراقي فقيرن کي ڏسجانءِ.

# ڪلام

چَشمن سان چُنيل دل جا چوغان آهن.
نظـ ري نظـر نينهـن نيشـان آهن.

١. بـره عشـق عـاشق بقـا سربنـايا
نِـگـہ نـاٽ نرمـل نظـر سان نـوايـا.
سَدا سرسوليءَ تي سي سلطان آهن.

٢. شمع تي شتابِي - ٿيا ڪامل ڪَبـابي
نـوايـا نـگـہ نـاٽ نـرمـل نـوابِـي
پيامِي پسڻ سـان - سي پروان آهن.

٣. ابر جي ڪمانن - خطر خم ختم ڪيا
ديُدن جي دونالين دهن دم الـم ڪيـا.
ڪج - ڪان برهہ بان - پيڪان آهن.

٤. نـهـوڙي وڏا نـيڻ نرگس نـظرسـان
اَشـاري امـر عـشـق عـينن اثـر سان
ڪَـيامـست مزگان مـستـان آهـن

٥. حـضـور همـدم حسـن جي هاڪاري
ڏينِ سرِ تا ثابت صنم کي سينگـاري
ڪـوهـا ڪَـٽـيءَ تي سي قربان آهنِ

# ڪلام

اڏيءَ هن عشق واريءَ تي - اسين سرڙو نـوايون تـا.
هَنيون سون نينهن جو نعرو - پِرت جو پيرُ پايون تا.
1: پرينءَ سان پيچ پاتوسون - سَڀِي ثابت سُجاتوسـون.
رنگيءَ جو رنگ لاتوسون- رُوحِي رنگڙو رچايون تا
2: رضـا جي راه ۾ راضـي - بـنـائي بـره جـي بــازي.
ڪريون سر ساز تا سازي- طبل تن من وڄايون تا.
3: مُدامِي موج محبت سان - چکون تا سُرَڪَ صحـبت سـان
شفا جي شوق سـان - پيئـون پرتئـون پياليون تـا.
4: صِفاتِي ذات شامل - ڪيو آهِيءَ قـرب آ ڪـامــل
حضورڻ حال آ حاصل - جِذب جِسمَون جڳايون تا.

# ڪلام

تـنـهـنجي نيـنهن جي نـظاري نادر نظر نـوايا.
حـملي هُـنر حـسـن جـي وَرَ عـقـل جـا وِجـايا.

1: تنهنجي نِينهَن جِي نوازش- سر سوز ساز سازش.
وَثـابِـره بـدل بـارش- عـيـنَنَ عـمل جي آيـا.

2: بـره جي تيز تابَش - موسيٰ عليہ کي ڏني لـرزش.
لَـڳـي غشق آب آتش - لـک طُور جنهـن جلايا.

3: نيزي تي سر سوار هو - پڙهـندو حمد باربار هو.
اِهو نقطو نِينهُن نِروار هو- صُوفين پَئي سرودايـا.

4: حَـضـور سَـر سلاَمـي - مَـئي جـو مَـنـدر مُداميِ
عـاشــق ٿِيـا سر انجـامي - وحـدت ورڻ ورايـا.

# ڪلام

اَڄُ تہ اڱڻ تي منهنجو دلدار يار آيو.
سُهڻو ڪري سدائين سينگار آيو.

1: اڪڙيون عجيب جنهن جُون - ڪاريون ڪجل ڪڪوريل
اُنَ جي ڏسڻ سان مون کي - خُمار يار آيو

2: واسينگ وار تنهنجا تا رخ مَٿان پون پيا.
پاسي جڏهن تين تا - چمڪار يار آيو.

3: تنهنجي صفت ثنائي هر دوجَهان ڪري ٿو.
محبوب دلربا تِي - مُختيار يار آيو.

4: هن بوستان جو مالِهي- لب خال تو پيو سمجهان
گُلشن چمن جو گَوهر - گُلزار يار آيو.

5: حضور پسِي اُنَ کي - حيرت ۾ مَلڪ حوران.
اڳواڻ سڀ جو سهڻو - سردار يار آيو

# ڪلام

تنهنجي صورت حُسن جو مَٺُ نَہ پانيان
توڙي حوران پَريُون غلمانَ هجن
تابع آهن تخت سڪندر تو
چاهي جِنَ مَلڪَ انسان هجن

1: ماهتابِي مُک مَحبوب ڏسي
تيا مَست ملنگ مَجذوب ڏسي.
تنهنجو جلوه جمال هي خوب ڏسي
قربان مَٺَن دوجَهان هجن

2: تنهنجا تجلا نور انوار چوان
سڀ جوڙ عجب جنسار چوان
لک پَروانا تہ هزار چوان
پل مَيخواري مَستان هجن
3: انهي نظر نيشان نواب نميا
واهَ رمز سان روحي راز رکيا،
جنهن تنهنجا آهن قَدم چميا
شاهي شرف تنهين جا شانَ هجن.

# ڪلام

نظرن جا تير ماري - دلبر پَري پَري.
زلفن جا پيچ پيڙا اڪثر اري اري
1: تابان حسن تجلا تو وٽ تڪيون تراريون
ڪُسجن ٿا روز عاشق سي سِرذري ذري.
2: مزگان تِير پالا برسات جان وسن ٿا.
موهيا تو مُلڪ مالڪ مضطرڪ ري ڪري.
3: ايوان عشق جي ۾ چوڪس ٿِين ٿا چرچا
ظاهر آ ذوق تنهنجو زابر ذري ذري.
4: حملا حضور هر هر منهنجي مٿان ڪَرين ٿو.
ڪَجِليون هٽي ڪٽاريون هِينئڙي هري هري.

4: ديدار حُسن ديوانہ کيا.
رخ پسڻ تنهنجي پروانہ کيا.
حضور هزارين حيرانہ کيا.
پسِي پاڪ پرين پروان هجن.

## ڪلام

آي ! سڄڻ وَعدي وفا کي ياد ڪر.
هِي صحن سهڻا اچي آباد ڪر.
1: هِي صدائون تون ٻُڌِي هت آءُ هَلي.
درد مَندن جو مِٺا ڪو دادُ ڪر.
2: ڏينهان راتيان تو پُڪاريان دلريا.
پنهنجي عاشق جي مِٺان امداد ڪر.
3: آي غمِ دل ڪر پُڪارون مَن اچي.
نالئہ بُلبل جيان فرياد ڪر.
4: تنهنجو طالب تو پُڪاري آ حضور.
تون اسان جي آي مِٺا دل شاد ڪر.

# ڪلام

زُلف جو قيدي بَنائِيءِ - اسين تہ آهيون غُلام تنهنجا.
نگاه - نازن سان تو نمايو: سُجود توکي سلام تنهنجا.
1: نينهَن جو ناتو نيائج، قول مون سان تو ڪيا.
جي ڪيا تِي يار منهنجا - ياد آهن انجام تنهنجا.
2: اَي ! شمع برندڙ هميشہ تِي پتنگ هَر هَر جَلُون
عشق جا پَروانہ آهيُون - هي مليا هن اِنعام تنهنجا.
3: اسين تہ آهي سر نِوايو قتل جي پل ڪارِ ڪَرتون،
ڏڙ سسِي ڪان ڏارُ تئي پل - برزبان تي نام تنهنجا.
4: نيڻ هاري تو پُڪاريان تي ويئي مجبور دِل
اَي ! حَضورڻ يار مُنهنجا - گيت ڳايون ڪلام تنهنجا

# ڪلام

دلبر تہ سائين مون کي ديوانو بڻايو آ.
هڪُ ٿوري ڳالھہ مَٿان افسانو بڻايو آ.
1: سَجدوئِي ڪيم توکي ڏسي پنھنجي وفائن کي
تنھنجي ئِي دردن جو داستانو بڻايو آ.
2: جيڪي بہ ڪپئي سھڻا ارشاد ڪيو مونکي.
دل جان جگر پنھنجو. نذرانو بڻايو آ
3: مون ياد ڪريان هردم حضور سدا سُھڻل
هڪ پيار جو مون مَنَ ۾ - آشيانو بڻايو آ.

# ڪلام

توجهڙو سهڻو نہ ڪو سنسار ۾
اسين تہ خوش آهيون مِٺا ديدار ۾

1: زِندگي گذجي گذاريون اي صَنم !
ڪو گناه ڪونهي انهيءَ پيار ۾.

2: مُنهنجون نظرون وِيون ملي توسان سڄڻ
مون ويس ڪسجي نظر جي وار ۾.

3: هيءَ ڏنوسُون سِر اسان توکي پرين
ڪَسُ تہ ڪونهي عشق جي واپار ۾.

4: سارو آ قربان توتان جيءَ جُسو
دل حضورڻ جي اَٿئي اختيار ۾.

# ڪلام

سارِي دنيا ۾ هــڪ منــنــار ڪــبــو آ
تنهنجي اڳيان هِي پنهنجو سر ڏار ڪبو آ
1 : ماٺهو ڏِين پيا مِهڻا پل لوڪ ڪجھ چوي:
دلبر جيئن چــوي نــا انــڪــار ڪــبــو آ
2 : سهڻل سَدا اسان کي درشن اچِي پَسائج.
سجدو تہ تنهن صنم کي سَوَ وار ڪبو آ.
3 : ڪڏهن ايندو منڙو، واٽون ٿو مون نهاريان
خَوابــن ۽ خَيــالــن ۾ ديــدار ڪَــبو آ
4 : مُون مَن گُهريو تُون آهين - حــضور تُون سَدائين
مــحبوب دلربا کي - مختيــار ڪــبــو آ.

# ڪلام

منو محبوب اڄ مونسان- ڳالهائيندو تہ خوش ٿيندُس
وَفا جون يار ڪي ڳالهيون - ٻڌائيندو تہ خوش ٿيندس.
1: سِڪايل هان گهڻو سڪ ۾- مَجي سهڻو سدا منهنجي
اگڻ منهنجي تي مٽڙا، پير پائيندو تہ خوش ٿيندس.
2: ڪريان سجدا ئي ساجن ڪي - رکِي قدمن تي سر پنهنجو.
ڀري پيار جو پيالو - پيائيندو تہ خوش ٿيندس.
3: ڏسي صورت پياري جي سدائين نيڻ پيا ٺرندا.
حضورڻ سان اچي اکڙيون- مِلائيندو تہ خوش ٿيندس.

# ڪلام

ڏي خُدا پَرَ ! يار ڏي اُڏري وڃان.
هي سفر آهي ڪَٺَن - گذري وڃان.
1: هن مريض عشق جي ناهي دوا،
سِرُ ڪٽائڻ لاءِ ڪِٿي سنيري وڃان.
2: هنَ زماني جي هَوائن ڪان پَري،
منهن بيابان ڏانهن ڪري نڪري وڃان.
3: دل اندر تصوُر حضورڻ آهي ڪو،
هو هلي مون وٽ اچي اُجري وڃان.

# ڪلام

وَڃُ نَہ مُنهنڙو مَٽي - لڳي دل ڪينَ هتي.

1: تـــهنجـي جــدائـــي مـــاري ڇــڏيـــو آ.
ڳُڻتيــن ۾ مـــون ڪـــي ڳـــاري ڇــڏيـــو آ.
جــڪـــر ائـــيـــن مـنـهـــنـجـــو ڦــٽـــي.

2: تـــوڪـــانـــسـواءِ مــــون لاچـــار آهـــيـــان .
حـــال انـــدر جـــو ڪـــنـــهن ڪي ٻڌايان.
زنـــدگـــي ڪـــيـــئـــن ڪـــٽـــي؟

3: جـــيـئـــڙو اسان جو ڪـــيــوتـئـي ڦـارون.
ڏي مـــتـــا اچـــي درد جــــو دارون.
ڇـــڏيُــئـــہ ســـورن ۾ ســـٽـــي.

4: مـــنـهـــنـجـــا تون ســهـڻـــا ڪينَ ستائـج
يـــار حـــضـــور ســـان نَيـــڻَ ملائـــج
دل جـــو زخـــم ڇُـــٽـــي.

# ڪلام

مُنهنجو عرض مِنٿا مجين ها تہ ڇا هو؟
وري مون ڏانهن پيرو ڪرين ها تہ ڇا هو؟

1: هتي نہ ڏنم توکي بيهوش ٿي ويم،
ڏکيءَ دل تي هٿڙو رکين ها تہ ڇا هو؟

2: ڪري ياد واعدا ڏنو هو مون روئي.
اچي منهنجا ڳوڙها اگهين ها تہ ڇا هو؟

3: لاچار پيو هوس پڇڻ ڪين آئين،
مٿا مُحب مونسان مِلين ها تہ ڇا هو؟

4: هُيو دم لبن تي حضورڻ جو سهٽا،
لِيو پائي مونڏانهن ڏسين ها تہ ڇا هو؟

# ڪلام

تو سوا هِي دم نہ گهاري دلــربــا.
وَئين مِنا مسڪين مــاري دلــربـــا.

1. مون اڪيلو ٿو مران توڪــانــسواءِ.
ڇو ڇڏيو آ تو وســـاري دِلـــربـــا.
آڳ ٿِي تنهنجِي جدائي جي ٻــري،
ساه ٿو توڪي ســنـــياري دلـــربـا.

3: اندر ۾ آڙاهُ جيـــرو تـــو جـــلـــي،
عِشق ڇڏيم بــاه ٻــاري دلـــربـــا.

4: هِينئون ٿارج تون حضورنٔ جو وري
ڪي گهڙِيون مون وَٽِ گذاري دلربا.



Scanned with CamScanner

# ڪلام

دل نال تيڏي دل لڳ ڳئي سنيان.
تيڏي درشن ڪيتي ڏاڍي ماندي ٿئي هان.
1: تيڏي هجر فيراقان لاتي دلوچ ديري،
تون بن ساه نہ سردا آ وس ساڏي ويڙهي.
تيڏي جدائي وچ جلدي - جان تي جيري،
هڻ تون بن سانول ماندي هر هر مُئي هان.
2: مُنڙي مين هان اڪيلي - نڪا سنگت ساتي،
ڏوڙي ڏکڙي ڏيندي ساري گهر دي پاتي،
روندي مين رڙ دي - ڪڏان پاوين جهاتي.
ايوين ڪر نہ جُدائي پڪڙي تيڏي پئي هان.
3: راتيان ڏينهان سجڻ تيڪون ياد ڪريسان
پلپل پور جو پوندي رورو عمر نپسيان.
اهين درد غمان وچ- مُنڙي مين مرويسان.
تڪ تڪ راهان تيڏي اکيان ٿڪ ٿڪ ڳئي هان.
4: پُڪي عشق دي پئي هي هُڻ ساڏي حياتي
ڪُنڙي روز ازل دي قرب دي ڪاتي.
دل حضور دي سنيان ويکڻ نال ڦاتي.
لڳي تير نينان هُڻ بيوس هُئي هان.

---

# ڪلام

جڏان آوين سهڻل سائين! مُنهن نہ ڇُپايا ڪر.
متا منتار ميڏا هَس ڪي الايا ڪر.

1: تيڏڙي خاطر مَنڙا هَي ماندا - ارجتي نگاهان پُون دل هِل جاندا.
هَولي هَولي سانون سنيان دل نال لايا ڪر.

2: اکِيان دي وچ جانِي تيڪُون پِلهاوان - ساڏي اڱڻ تي آوؤ خوشيان مَناوان.
نَام- خُدا دي ڪڏان ڦيرڙا پايا ڪر.

3: ساري عمر دا ناتا هڻ نَهين ٽوڙٽا - چاهي جند جان جاوي اصلون نہ ڇوڙٽا.
عشق دي مريضن نُون پي أتايا ڪر.

4: يار حضورڻ تيڏا ازلون غلام هَي - لکوار سجده ڪران تيڪون سلام هَي.
خوابان خَيالان وچ ڍولڻ تُون آيا ڪَر.

# کلام

کانگا پیغام پُہچاوین - ساڈٖي سجٹان دي کُول.

1: جیئڑا ڈٖکيءَ دا مانـدا - درد اندر کون کانـدا.

میـڈٖا داسـتانَ ڈٖکانـدا، سارا سٹیاوین کول.

2: نَکوئِي سنگتِي ساتِي - مَین اکیلي ڦاتـي،

لبھڑي برہ دي کاتي ، رُلدِي نا رُجَ رول.

3: بارَ غمانـدا چایـم - بنیوس جان جَلایـم

ملـک ملامـت چایـم، تیـڈٖي کارڻ ڈٖول.

4: لُٹـي حضور دي دل وي - سانون کربي عقل وي.

آتون جاني کل مل وي - صدق وچان مَین گھول.

# کلام

هڪ ڦٽُ چِندا- ڏوجها ڦٽ ڏُکدا - کون کري هُݨ درمل دُکدا

1: يار ٻاجهون هڻ کون سنڀالي،
تيرَ جو لڳڙي نينان والي.
چَين نَهين کوئي ساه کُون سُکدا

2: تَين بِن سُهڻا سانول سائين،
جان جِگر وچ ٻَلديان باهِين،
درد اندَر دا مول نه مُکدا.

3: جَلدي آوين دير نَه لاوين،
نامِ خُدَا دي جهاتڙي پاوين.
روئڻ ساڏا ناهين رُکدا.

4: يار حضورڻ ياد کريندا،
رَورَو کي فرياد کريندا،
پَلپَل دمدم جيئڙا جُکدا.

# ڪلام

ذاتي ذوق ڪيتا ظهور ماهِي - اهو مالڪُ خود منظور ماهِي.
1: واهَ رانجهڻ رمز رلاڪي آيا - ماهِي مير دا برقع پا ڪي آيا.
سارا سير صورت سماڪي آيا - بي حد برهون ڪيتا پرپور ماهي.
2: بٽيا پريم ننگردا پوڄاري هي - جتان عشق ڪيتي اختياري هي.
سرميرَ دي سب سرداري هي - نا پيد نظر پرنور ماهِي.
3: تي رانجهڻ جوڳي چاڪ آيا - تي عوشاق تي ست افلاڪ آيا.
هادي هير دا خود حق پاڪ آيا - اهين ديد دي دم دستور ماهي.
4: گلزار بهار حُسندا هَي - واه ماهِي ميڏي من دا هَي.
واه صاحب صاف سخن دا هَي - اهو حال هميشه حضور ماهي.

# ڪلام

تيــــنـــدي روهـــن ۾ هـــاٽي - رَسُ ڙي اديـــون.

منـــهـــنـجو پـــنـهل آهي - پارس ڙي اديـــون.

1: ڪَهي ويندَيس ڪيچ ڏي - وٺي گورن سندا گس ڙِي اديون.

2: عشق ٻاروچل ازلئون لڳڙو - دلڙي اٿم بوس ڙِي اديـــون.

3: ڳَري ڪوڙِي يار پنهنجي جي - ڪامل لاهيندم ڪَس ڙي اديون.

4: ٿرن برن ۾ ملــندم مونسان - ڏک ڏولاوا ڏس ڙي اديـــون.

5: يار حضورڻ آَ سِڪڙِي سوائِي - هن تہ ميريَر سرس ڙِي اديـون.

# ڪلام

ٻنڌٽين لوڙھ لڙھايو لھرين - ڏوٻڻ آھيان ڏارِي.
ازل ئون عشق آزاري.

1: ڏير ڏئي ويا ڏاج ڏُکن جو - سيجَ سُکن نہ ساري
سور سمر ساجن سرسارِي، ماندي مَحبت مارِي.

2: ڏونگر ڏاڪا ڏکيا ڏوري - واري ويندِيس وارِي
مئل مون ماندي ماري وَيا - ڪرها ڪوڏ ڦھارِي.

3: وَرَ وڪڙ وَلڙا وَاٽُن جا راتِ انڌاري ڪارِي.
ھِيءُ سرساھ سڄڻ تان صدقي- ھلِي ڪنديَس ھيڪاري.

4: لکيو انگ ازل ڪان اصلئون - قلم قضا ڪوھيارِي.
پکو پيچ پريئنءَ پيئڙو - پاندُ ٻڇيءَ ٻَل ڳارِي.

5: ڪامل ڪيچ ڏٿيءَ کي قربئون - وسري ڪِينَ ويچارِي.
يار حضور مُئيءَ سان مِلندم - ھوت ھلِي ھڪوارِي.

# ڪلام

مون کي ملڪ اباڻي اماڻ عمر.
سدا ساهُ سڪي سانگين ڪاڻ عمر.
1: ٻَلُر پيرون پڪا پنوهار پٽن.
وٽن واسُ وٽي - لامن لوڻ لٽن.
جهانگِي جهونگارن تا- جُوءِ جِهنٌن
وسن ويڙهيچن جا وَٽاڻ عمر.
2: نہ ڪر هيٽِيءَ سان هيڏا حيلا هَليُون.
تن سان سوُر سَليُون جيڪي پُڳن پليُون.
تنهنجي محلاتن کان ٻونگيون ٻَليون.
جن سان راضي روح رهاڻ عمر.
3: ٻولي ٻاجهاري ٻڪرارن جي - واري واڳ وٽن ولهارن جي.
اها پريت ٻڪي پنوهارن جي .
آهي چمندي جن جي ڇاڻ عمر.
4: پياري پاڪَ پڪون پاليائون پيار ڪري،
سَواءِ سانگيئڙن جي ڪان سري.
ويندِيَس پاڻ انهن جي ڀاڳ ڀري.
ٽيندي ساٿيئڙن سان سجاڻ عمر.
5: هن ناقص نماڻيءَ جون ڪڏنيل ڪڙيون،
ڏسان ماروئڙن جون وجي ماڳ مڙهيون.

حضورتن سان گھاريان ڪي تہ گھڙيون.
سندي ساٿ سان مُھنديس ساڻ عـــمر.

# ڪلام

ســـوڍل ٿِيءُ تُون سياڻـــو رُس نَــــ راڻـــــل يـــار.
موٺِي اچج ميندرا، مـــاڳ منھنجي منـــار يـــار.
2: چـــڏج رنـــج رســـامُـــو موڙي اچ مُھـــارَ يـــار.
ڪـــوڙيـــن ڪاخ واريون - مِھٽا ڏين مَيـــار يـــار.
4: يار حضور ھلِي ھيڏاھُون- ٻاجھ ڪَندين ٻيھار يار.

# ڪلام

مشڪل نہ پيش ايندي مشڪل ڪُشا عليؑ آ.
آ بيڪَسن سهارو - دامن اسان جهلــي آ.

1: آهي اسان جو حيدر، ساقيءِ آب - ڪوثــر
سڀ جو امام آقا بيشڪ ڪـنــدو ڀلــي آ.

2: فيض ۽ فياض جنهن جو ساري دنيا هلي ٿو
عاصين ۽ عاجزن کي امانت ويئــي ملــي آ.

3: سگڏر اسان سڏايون پنج تن جي درجــا پيــاسي،
شان و شرف شفاعت قادر ڪُلي ڪُــلي آ.

4: حضور آهيون هر دم صفدر سندا سپاهــي،
سڀ معاف ٿين مدايون - حــيدر جي در هلــي آ.

# ڪلام

اسان جي حال جو حامي - علي مشڪلڪُشا وارث.
شفيعُ المُذنبين مالڪ - محمد مصطفيٰ وارث.

1: اوليائن ۾ وليَن جو - غريبن ۽ فقيرن جو
ضعيفن ۽ يتيمن جو نبيُ نورُ الهُديٰ وارث.

2: سدائين غم رکودل ۾ - حسيني حال جو مومن،
وسيلو آ وِلَهَن واهر شهيد - ڪربليٰ وارث.

3: پڙهو صَلو عليٰ سڪ مان - نَبي جي آل اطهر تي،
قَيامت ۾ شفاعت جو آ رهبررهنُما وارث.

4: پري ڏيندو طهورا مان ۾ شراب - جام هيءُ شافي
ساقي حوض ڪوثر جو مُدامِي مرتضيٰ وارث.

5: نڪي ڪر خوف ۽ خطرو وٺج دامن تون پنجتن جو
شافي روز- محشر جو حضور وارث.

# ڪلام

وردو و زبان اسان جو - نام عَلي علي آ.
تنهن ڪانسواءِ مومن - نہ ڪائي ٻي ڳلي آ.
1: شفاعت جي عنايت ڪان سلطان ٿي وَيا.
عاصين مٿان هميشہ احسان ٿي ويا.
وَلِيين ڪي دست - حيدر امامت ويئي ملي آ.
2: خيبر ۽ خندق ، بربر اڏايا ها مرتضيٰ،
نادعليُ جا ٻول ٻڌايا ها مُصطفيٰ عليہ،
برادَر آ محمد صہ جو قادر قضا ڪُلي آ.
3: حضور پنجتن جا آهيون اسين ثناگر.
مشڪل نہ پيش ايندي درحيدر - گداگر.
ڏيندو جام آب - ڪوثر بيشڪ ڀَلي ڀلي آ.

# ڪلام

دلبر جو آوڻاهي - سرڪون جهـــڪاوڻا هَـــي.
ايڪ ڏِن جو آپ آڪِيا - واعدا نِـــيِاوڻـــا هـــي.
1: سهڻا چا پال پالي - سڪدي نَـــون آ سنـــيالي.
قدمان دي خاڪ ڪون سائين سرمان بڻاوڻا هي.
2: اي ! حال دل دا ڏيـــسون مـــحــبوب مَـــنيســـون.
اکِيان دي وِچ بِلهيسُون آنگـن سجـــاوڻـــا هَـــي.
3: ڏک سُک اسان ونڍيسون - نينان نظر ملِيسُون.
قـــربـــان جـــان ٿيـــوي - مـــنڙا مـــناوڻـــا هَـــي.
4: سانول حـــضور آوي - ســـانون گلي لڳـــاوي.
آوي تي ول نہ جـــاوي - عمـــر تڪـــاوڻا هَـــي.

# ڪلام

مُک مَهتاب ماهـي دا ڏنــم هر جــا نُــور نـــظارا.
صاحب ميرُ سُلطان ٿِي آيا - اَحدون عــــبد اشــارا.
صدق وجَان اِهين سائين تون، گهول گهتان جگ سارا.
يار حضور محبوب ڏٺي ٿــيا - ڪــافي قــرب قــرارا.
2: اَنَا اَحمَد بِاالله ميمِي - صــاحـب سر ســلــطان ڏٺم.
صورت والا سير سَمايُس - لائق حـق لاســـان ڏٺم.
مهر ڪرم چا، آپ ڪـتيُ محـبـت دا مــيدان ڏٺم.
يار حضور ٿيا عشق عَطا - اهو نينهن والا نيشان ڏٺم.
3: نانگ عشق دا ڏنگڙا لڳڙا - ميڏا زهر ٿيا تــن ســارا.
لک ماندي پئي مندرکن - نہ چلدا ڪَـنــهين دا چــارا.
هڪ يار رانجهن دا مندڙا لڳڙا - واه ويکيُم خوب نظارا.
مير حضور محبوب ڏٺــي - ٿــي دلــڙي پــاره پــارہ.

# ڪلام

گلزار چمن تي آيو آ - سهــــٽل سانگ پري جاني سانـــــگ پــري.

1: عبديت اولي سرِ سُبحانِي - ڪافي قرب ڪري سهٽل سانگ پري.

2: نفِي اثباتِي - عدم اوقاتي - وحدت ساڻ وري - سهٽل سانگ پري.

3: عشق واري درياءَ ۾ دائم - تانگهو تارَ تري - سهٽل سانگ پري.

4: يار حضورڻ آوَنَحنُ ويجهو - پِرين ناهي پَري - سهٽل سانگ پري.

# ڪلام

جيسين ڏسان نہ توکي تيسين نہ مــوت مــاري.
ڪي تہ گهڙيون اسان وٽ سهڻا تون وڄ گذاري.
ڪجهہ تہ ياد ڪر اي جاني واعدي وفا جون ڳالهيـون،
واٽون ٿو مون واجهايان راهون تنهنجون نهاريان.
ڪيئي حڪيم آيا ڪوئي فرق ڪـونَ پيــئڙو،
منهنجي دوا آ تــو وٽ ديـدار جــي ســهـــاري.
حضور ڏانهن هلي آ آ سڪڙي تنهنجي سنياري.
هنڙا چمان تنهنجا ڳوڙها خوشــيءَ جا هــاري.

## ڪلام

دل نال رانجهن دي لايم چا !
مين ويس جوڳيان والا پائم چا!
مين هان ازلوُن يا رتُساڏي
کيڙيان نُون تہ جَلايم چا !
خاَڪ منجهيان دي لڳين سَر لاکي
قدمان سيس نوايم چا!
آيا مُوهَن من ميڏي دا،
سهڻل سانگ بڻايم چا!
يار حضور هَي هادي حق دا،
درسن دوست وکايم چا!

# ڪلام

ڪجل ري ڏار سان دلبر، نظر جا تير مارين ٿـو،
پون عاشق اچي قدمن، عجب نرمل نهارين ٿـــو.

هادي حسن جا حاڪم، تنهنجو مک ماه منور آ،
ڪيو گلڙن آ رخ تو ڏانهن، جڏهن زلفان سنـواريـن ٿـو.

اڳيان شمس وقمر ڇا هي ڇپايا جلواگر جـانـي،
چمن چانڊاڻ ٿيو چمڪو، برق تابان بيهارين ٿو.

عطر مشڪ وعمبر توڙي، پسيني مٽ نہ پانـئيان مـــون،
مهڪ هر دوجهان تنهنجي، جِتي جلوو ڏيــڪارين ٿــــو.

"حضورڻ" سان ملي هيڪر، وصالت جا ڪري واعدا،
بره جي باه تي پڙڪي عشق جي آڳ ٻارين ٿـــو.

---

"سجڻ جي ياد ۾"

# ڪلام

نينهن نيائيندس ٻُڌ تنهنجا ڳائيندس.
روز ازل ڪان آهي عشق انعام.

بره جون باتيون ، تن من، تاتيون،
لنئون لنئون لاتيون، چنڙيون چاتيون،
ڪوني ڪُهن ٽيون قرب جون ڪاتيون،
قربئون ٽيئڙم قول ڪلام.

مليون سوغاتون سورن واريون،
ڏيل اندر ۾ ڏکن ڏيڪاريون،
ماڻ ڪرن نہ محبت ماريون،
پهچي وجن شل پرينءَ پيغام.

وصل وصال جون ملن وڏايون،
جوڙي ڏيندس جيءَ ۾ جايون،
خاڪ پيرن جي لڳين سر لايون،
پڪا پرينءَ سان آهن انجام.

هادي "حضورڻ" حال همايت،
شان تنهنجو شرف شفاعت،
آمين تي ڪندو اصل عنايت،
پيار پيالو ڏيندم چوڙي جام.

# ڪلام

## (بيدل جي جواب ۾)

عـــشق اساڏا قبلہ ڪعبہ عشق اساڏا هـي اِمـــامُ.

بيرنگي ڪنون رنگ ڏکلاوي، ڏُنَهان جهانان جهاتي پـاوي.
مُوتوا قبلاً مـوج مَنـَاوي، هـڪ سَجــده هِڪُ سَلامُ.

عشق اساڏي وچ سمايا، وَلوَل سجــده ڪرن اجايا.

هِڪو هوڪا آڻ سڻايا، مل ڳئي محبت والي امام.

دين ڪفردا جهيڳڙا ٽوڙي، عشق نشان جـهِـتان وچ ڪـــوڙي.

سُولي ڪنون ول منهن نا موڙي، قرب ڪري جنهن نُون قتلام.

عشق "حضور" نہَ مذهب ڇاڻي، اپڻا آپ نون آپ سڃاڻي.
مزاموج محبتٗ ماڻي، وچ ميخاني پيءُ ڪر جــام.

---

"سچڻ جي ياد ۾"

# ڪلام

دلــبــر دا ديــدار، ســاڏي ڪــيتــي حــج هــــزاران.

مُک منور ماه مثل دا، چشماندا چمــڪار،گل گلزاران چمن بهــاران.

نرگس نرمل نين شرابي خوب خيال خمار،موج محبت مينگهــ مــلهــاران.

رنگ بارنگي هير موتي، جڙيا لعل جواهر،ڳل مـــحبوبان چنـــدن هـــاران.

ٻول آلاوڻ سخن سڻاوڻ، محب مٺي گفتار،ڪوئل ڪيريان ڪرن ڪوڪاران.

خوشبوءِ زلف زياده زينت، مُشک عنبر هيڪار، مهڪــيا بـــربـــحر بــازاران.

مليا يار "حضور" نون سانول، آشياني انوار،ايهن اــــقراران قـــول قــراران.

"سچڻ جي ياد ۾"

# ڪلام

عشق اُتي چاڪر اعتبار، دِين ڪفر تون تي بيـــزار.

عشــق اساڏا علي بهادر، فتح ڪريندا خيبربرـــر.
مشڪل معاف ڪريندا حيدر، مل ڳئي شاه محمود نگـــار.

عــشق شهادت شوق دي شاهي، عشق حقيقي راز الاهي.
سوره سِردِي ڏيون گواهي، حال حـــسيني هـــي هـــربـــار.

عشق حسن دِيان موجان مانٽي، سولي اُتي منصور سجاٽي،
پيڙيا گهوٽ بلاول گهاٽي، سرمد ڪيتاهي ســـرڏار.
عشق مجني ڪون ولهيان وڪوڙي، سهٽي ميهار درياهان لوڙهي،
عشق نيشان جتان وچ ڪوڙي، نانگا تي نچي نـــروار.

عشق دا ماريا محذ نہ مراد، جيندا ڏونهين جهانين رهـــندا،
جو ڪجِ ڪَهندا سو ڪُجِ ڪردا، دائـــم دم دم دا ديـــدار.

عشق امانت يار حضور، عشق ڪيـــتا هُـڻ چـــا منـــظور،
عشق دا شان هي اعليٰ نورِ، عشـــق اساڏاهي انوار.

# ڪلام

ناز نظاري نين نسنگي، جاني جلويدار آ، دلدار آ.

اکيون جنهن جون مست شرابي، خوبان خيال خمار آ.

لب مرجان لعل چراغان، چوٽ چشم چمڪار آ.

قد جنهن جو سَرو صنوبر، لوڏ قمر لچڪار آ.

عنبر مشڪ عطر چنبيليون، هُو هُو حق هبڪار آ.

يار "حضورڻ" حُسن حقيقي، نُور الحق انوار آ.

"سڄڻ جي ياد ۾"

# ڪلام

پري جام ڏي تون، پريـــن پيار وارا.
نشا نينهن جا تيــن ڏُوبـــارا دوبـــارا.

تنهنجي خيالن ۾ خوماريل مون آهيان.
تنهنجي نظر جو ماريل مـــون آهـــيـــان.
تنهنجا نـــاز نـــرمـــل نـــيـــارا نـــيـــارا.

تکا تيـــر اُبـــرن لـــڳا يار مـــون کـــي،
نظرن سنـــدا هـــڻ نـــروار مـــون کـــي،
پنهنجو کـــو تـــئي پـــيـــارا پـــيـــارا.

اکڙين ۾ سهڻا توَن هين وســـيـــن تـــو.
وجهي ونگ زلفن سٽان دلڙي کسين تو.
پنهـــنـــجو کـــيو تـــئـــي پـــيـــارا پـــيارا.

سندو پرت پـــيـــالو، پـــاڻ پـــيـــارج،
"حضورڻ" جو جيئڙو جانـــي جيـــارج،
اڏيـــا دل انـــدر تـــو اوتـــارا اوتـــارا.

# ڪلام

اَڏيءَ هن عشق واريءَ تي، اسان سرڙو نــوايــون ٿا.
هنيو سي نينهن جو نعرو، پرت جو پير پــايــون ٿــا.

پرـينءَ سان پيچ پاتو سي، صحيح ثــابـت سجــاتــو ســي،
رنگيءَ جو رنگ لاتوسي، روحي رنگڙو رچايون ٿــا.

رضـــا جـــي راه ۾ راضـــي، بـنـــائـي بره جي بازي
ڪريون سُر ساز ٿا سازي، طَبَل تن مـن وڄايون ٿا.

مدامي موج محبت سان، چَڪيُون ٿا سرڪ صحبت ســان،
شــفا جـــي شـــوق شــفـقت سان، پيئُون پرتئون پِئايون ٿــا.

صــفا تــي ذات ســان شامل ، ڪيو آ قرب هــي ڪــامــل.
"حضورڻ" حال آ حاصل، جذب جســمئون جــڳــايون ٿا.

---

"سڄڻ جي ياد ۾"

# ڪلام

سُهڻا تنهنجي ڏسڻ جو اميدوار آهيان،
چاهين يا تون نہ چاهين، تو ڪان نہ ڌار آهيان.

خوابن ۽ خيالن ۾، ڏسندوئي توکي رهندس،
چاهيو تو پاڻ جاني مون بي ميار آهيان.

دِلڙي لُٽي آ منهنجي، ڌاڙو هڻي تو دلبر،
تو لاءِ ڪريان ٿو دانهون، بي اختيار آهيان.

عاشق جي ايذائن جي، اٽڪل سکي تو ڪنهن ڪان،
فِڪر ۽ فيراق ۾ مون، روئندوئي زار آهيان.

آخر حضور سائين، تنهنجوئي ٿيندو ميلو،
راضي ڪڏهن تہ ٿيندئين لاچار يار آهيان.

# ڪلام

يار تُسـاڏي روز ازل کـنون گولي خـاص سـڏايـم.
تين نال دلڙي لايم.
سارا بار بِره دامَين هُڻ، اپني سِرتي چايم.
تَين نال دلڙي لايم.
حضور جلوه ويک حُسندا. نينان نين ملايم.
تَين نال دلڙي لايم.

# ڪلام

وڇوڙو يار جانيءَ جو. لڳو مون کي ڏکيو آهي.

لڳي وئي عشق جي آتش. بره جي باه تي ڀڙڪي.
منهنجي قسمت ۾ آئي جانِي! الاهي ڇا لکيو آهي.

صنم ديدار تنهن جي لاءِ. سڪانتو روز مون ساري.
سڄڻ جي يادگيريءَ ۾. مهنجو جيئڙو جُکيو آهي.

وسارڻ سان نہ وسري ٿو، تصور يار جانيءَ جو.
منهنجي وجود ۾ منڙا تہ هاڻي ڇا رکيو آهي؟

حضورڻ حال هيٺوآ. ڏکاريل زندگاني آ،
ايندم ڏُوڏُ دردن جو ڏکيو آهي، ڏکيو آهي.

## ڪلام

مريضِ عشق کي دلبر پڇڻ نہ آئين تون
قريب مرگ آن منڙا ـ ڏسڻ آئين تون .
رقيب خوش پيا ٿين - هاءِ حال زار ڏسي،
ڪائي سنيار اسانجي نہ لهڻ آئين تون.
اچڻ جا واعدا ڪيئي راه نهاريندو رهيس،
پنهنجي ديدار جو دارون نہ ڏيڻ آئين تون.
پيو لاچار آ حضورڻ پڌو آ هر ڪنهن ،
زبان تي نام هو تنهنجو نہ پڏڻ آئين تون.

# ڪلام

مين ڪردا شڪر گذارا- ناز نظارامحبوب ميڏا آيا!
اهو نقش نهال نظردا- اوسائين مين هون بردا.
اي پاڪ پرين هي پيارا- واهه دلدارا!
جنهن دي صورت هي سبحاني - ميڏي من دا دلبر جاني.
ڪيتا آپ پسڻ ته پسارا- عين اشارا.
اهي ابرو ڏيوَن اشاري - واه ٽيئڙي نين نظاري.
ٽيا بيشڪ بره بهارا - محب مٺيارا.
جنهن دي دل وچ جاءِ بڻايم- مين قدمين سيس جُهڪايم.
اهو قول هويا اقرارا - قرب قرارا.
سانون يار حضور پڇاٽي - ٽيا ساڏي اتي احسان اي.
هو يا چوڌ طرف چمڪارا - حسن هزارا.

# بيت

يار تنهنجي ياد ۾ - مُون سوين سور سٺا.
ڳوڙها مُنهنجي ڳلن تان - وانگي مِينهَن وَٺا.
هلي آ اڱڻ تي تون مُنهنجا محب مٺا.
قادر ڪرائيندو ڪَٺا، هيڪر حضورڻ سِين.



مِهر ڪر محبوب تون - ڏسِي هِيڻيءَ سندو حالُ.
توتي ننگ نماڻيءَ جو - لائق آن لجپال.
راتيون ڏينهان روح ۾ تنهنجو خواب خيال.
سائين لهج سنيال، هادِي حضورڻ جِي.



اَلَستُ بِرَبِکُمۡ جو ڪَنين پيم آواز.
قاَلُو بلٰيٰ قرب سين تيڙو فيض فياض.
عشق سندي اسرار جو کُليو بحر بياض.
انهي رنگ سندو راز - هيو حُسن حضور ۾.

عشق الاهي جنهن سر آيو، سي باپوتي برسيا،
رکـــن ســـراڏيءَ تـــي، تِـــر نـــ تـــرســـيـــا.
وجي پهتا پرين کـــي، رهـــبـــر راهـــ رســـيـــا،
وحدت ۾ وسيا، ”حضور“ مالڪ مُلڪ جـــا.



عشق الاهي جنهن سر آيو، سي گوهر هِن غـازي،
”حضور“ حڪمت حال سان، بنايـائـــون بـــازي،
رفـــنـــا سنـــدي راه ۾ رنـــد رهـــن راضـــي،
ٿيا پورپ پروازي، پنهنـــجو پـــسي پـــاڻـــي کـــي.



جتي منهنجو مـــحب آ، سوئي ڏس ڏيـــن.
بوندان انهيءَ بره جون، وحدت ساڻ وسن.
اچڻ اڳڻ اسانجي، راضـــي شـــال رهـــن.
پرين سي پرچن، هيڪر حـــضورڻ سيـــن.

مرشد سانون ايوين آکيا، مئي پيالا پيوين هر دم جيوين،
وحدت نال وصال هميشہ، موتو قبلل ٿيوين، هردم جيوين،
سڳڙي سوز فيراق والي، تن من اپڻا سيوين هردم جيون،
جلوه حُسن حضور هميشہ دم دم نالِ ڏکيوين هر دم جيوين.



سهڻا تيڏا مکڑا سهڻا، سهڻي تيڏي چالي مست خيال.
پرير ڏنڙءِ يار اسانون، نينان والي پيالي، مست خيال.
لاکر لال لبان کون لالي، پاچشمان کجلي کالي مست خيال.
يار "حضور" مين هردم ويکان، تيڏا حُسن جمالي مست خيال.



کيڏي وجن در سجڻان تئون ، قيدي زلفان والي.
نظرانهان دي هي اونهين درتي، توڻي هو وِن پوهہ دي پالي.
آگ عشق دي تنهان کون لڳڙي، کڙي هن مست خيالي.
يار "حضور" اُنهان عاشقان نون هُڻ دلبر آپ سنيالي.

سمجھي ڏس سيد چوي. عشق سندو امتحان.
آيو هو الست کنئون سارو هي سامان،
رکيو هو رمز جو فائق هي فرمان،
”حضور“ هميشہ هاڻ، پُرجهي ڏس تون پاڻ ۾.



سک تون مام محبت والي، پيان باتان کرڻ اجايان
هلَ حشر مچاوڻ کهڙا، واعظ نصيحت وايان.
يار ”حضور“ قربان انهان تون ، جنهن يار ڏي ديدان لايان.



سکدي سکدي وقت گذرگيا، دلبر ڦيرا پاوين، مُک وکلاوين،
هار سينگار ڳيم سُک سارا، وطنان واڳ ولاوين، مُک وکلاوين،
عشق والي تہ مريضان نون، آکي آپ اتاوين، مُک وکلاوين
يار حضورڻ سکڙي تيڏي نينان نين ملاوين،مُک وکلاوين.

مُک مهتاب ماهي دا ڏنڙم ، هر جا نُور نـظارا،
صاحب سَر سلطَان تي آيا ، احدؤن عبد اشـارا،
صدق وجان اهين سائين تون ، گهول گهتان جگ سارا،
يار " حضورؔ" محبوب ڏني ، تيا کافي قـرب قـرارا.



نانگ عشق دا ڏنگڙا لڳا ، ميڏا زهر تياتَن ســارا ،
لَک ماندي پئي مَندَ رکن ، نہ چلدا کنهن دا چارا ،
هک رانجهن يار دا مَندڙا لڳا ، واه ويکـيم خـوب نظـارا.
يار " حضورؔ" مک ماهي ڏنڙي ميڏا گم تيا درد غم ســارا.



تون هک رانجها ماهي ميڏا ، صدق وجـن لـک هِـيران،
تيڏي کيتي رانجهن سائين ، نين وَهـاونِ نيــران،
نال جوڳي دي رکّ مين ويسان ، راتيان برہ بَهيِران،
يار " حضورڻ " آزل کنون ، اهو باب لکيـا تقــديران.

## وائي

آيو اولي انساني - سارو سَـيـرُ سجـاڻي.
اَلاَنسَانَ سِرِي وَاَنا سِرِهَ - ـوج مـحبـت مـاڻـي.
صورت سانگي سانگ رسائي - ڇاڻ سيـوئي ڄـاڻـي.
ڪنڌ ڪَٽيءَ تي ڪاتُ ڪُهائڻ - سر اڏيءَ تي آڻي.
مَئي پِي ٽيو مستان مُدامي - پاڻ ڏسي تو پاڻـهي.
حسن حضور ڪيس حيراني - اجائِي اڳتي تاڻـي.

## وائي

سمي لڏمِ سنيار يار- مُهاڻِي مسڪين جـي.
ٽيو مدامي موج - بحر ۾، مَلـاحَن مَـهـندار يـار.
گوهَر هن گندرِيءَ لاءِ - جام وڏو هُيم ڄار يـار.
ڏنيوا ڏاهيون پوپريون - سنيـاريـون سـردار يـار
حضور هردم مَنَ منهنجي ۾ - تماچيءَ جي تار يـار.

## وائي

هادِي تِيءَ همراه - رَسُ تون روه جبل ۾.
مُنهنجو خان پنهل سان، سارو ساهُ پساهُ .
وِينديس ڪاهِيُون ڪيچ ڏي- رند نِهاري راهَ
هَيڻي سَندوهوتَ لاءِ - اندر ۾ آڙاهُ.
يار حضور مُئي سان ملندو - قُربئون ڪري ڪاهه.

## وائي

سورَ ڏئي ويا سوغات - ڏير ڏُکيءَ کي.
ڪَلَ تہ مونکي ڪانہَ جو پيَرَڙي - اُٺي وَيا اڌ راتَ
ڏکيا ڏونگر ڏورڻ آيم - پنڌُ پيم پرِيات.
ماري مونسان مارُ ڪري ويا - هوت نيائون هيهات.
لڳيو انگُ ازل کان آرِي - ڪيچ ڏٺي ڪلمات.
يار حضور پرين پنهل اچِي، مُحب ڪندو مُلاقات.

## وائي

لڙکن سان آچولو پڳڙو - آهِلي غمنار.
او منِڙا آ هلِي

اکيون تکين ٽيون راهَ اوهان جي - نيڻ وهائي نار.
او منِڙا آ هلِي

هن اکين کي آس ڏسڻ جي - روئڻ سان واپار.
او منِڙا آ هلِي

ڇو ٿو کرين تون يار جُدايون - ماٺِ سان نہ مار.
او منِڙا آ هلِي

يار حضورڻ کي نہ وسارين - محب منا منٺار.
او منِڙا آ هلِي.

## وائي

ساڳي سر سبحان تون آهين، بَشري برقعو پايوٿئي.
اَلستُ بِرَبِکُم ، پاڻ چيو هُئِي - قالو بليٰ تہ کهايو ٿئي.
صورت سانگي سيرُ صفاتي - أحدون عَبدُ اَلايو ٿئي.
ڪاٿي شاه آهين - ڪٿ گدَاگر: کهڙو پيدُ بَنايو ٿئي
ڪُنتُ ڪُنزاً مَخفِيُ وارو - ڳجهڙو راز ڇُپايو ٿئي.
يار حضورڻ هادِي هَميشہ - اندر عشق جڳايو ٿئي.

## وائي

آ مل سُهڻا يار ، تو لئہ ساه سِڪي ٿو.
آءُ تہ آهيان عيبن هاڻي، پروسي پوتار.
ويٺي نهاريان واٽون تنهنجيون دَم دَم ۾ دلدار.
ڪَندين قرب ڪميڻي تي، سائين سڳر سنيار.
آيل آهي عجيب ڏاهون، بره سندو هي بار.
پَسان پرين جي پاڪ پيشاني، نورالحق انوار.
يار حضور ڪي ڪيمَ وسارج، محب متا مَنٺار.




## وائي

سُڄَ منهنجا سپرين ، درد وندن دانهون.

پڪاريندس پرينءَ کي، رَندَ وٽي راهون.

هت ڇڏيائون هيڪلي ، ڪُوهہَ ڪري ڪاهون.

آءُ نماڻي ناقص کي، ڇڏي ويا ڇاهؤن.

ٻاري هوت " حضور" ويا، ٻيوس ٻاهون.